## پاڱو پهريون (گهڻ جوابائتا سوال)

**سوال نمبر1: هيٺ ڏنل سوالن جا صحيح جواب چونڊيو لکو.**

-1 جيڪڏهن ماڻهن سان ميل ميلاپ رکڻو هجي تہ ------ ماڻهن سان رکجي.

(الف) مالدار (ب) لالچي (ج) نيڪ (د) غريب

-2 قائداعظم جي مطابق دنيا ۾ اوهان جي لاءِ ------ کان وڌيڪ ڪابہ شيءِ نہ آهي.

(الف) اولاد (ب) دولت (ج) جائيداد (د) ضمير

-3 مارچ 1920 کان ---- جاري ٿي.

(الف) جنگ (ب) ڪاوش (ج) عبرت (د) الوحيد

-4 دعا نظم جو شاعر آهي.

(الف) سچل سرمست (ب) ليکراج ڪشنچند عزيز (ج) عبدالڪريم گدائي (د) سليم ڳاڙهوي

-5 نقصان لفظ جي معنيٰ آهي.

(الف) ڏنڊ (ب) فائدو (ج) حساب برابر (د) انهن مان ڪو بہ نہ

-6 ڪينجهر لفظ جي معنيٰ آهي.

(الف) ويران ٽيڪ (ب) گهٽائي (ج) ٽورائي (د) انهن مان ڪو بہ نہ

-7 ڪلهوڙن جي حڪومت کان پوءِ ------ جو دور شروع ٿيو؟

(الف) سمن (ب) سومرن (ج) ٽالپرن (د) انگريزن

-8 مائي خيري مير صوبيدار خان شهيد جي -------- هئي.

(الف) ڌيءُ (ب) راڻي (ج) ماءُ (د) ٻانهي

-9 حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام سدائين ---- ڏسڻ ۾ ايندا هئا.

(الف) ڪتاب پڙهندي (ب) تبليغ ڪندي (ج) نماز پڙهندي (د) تعليم ڏيندي

-10 ----- جي آخري حج ۾ حج ڪرڻ وارن جو تعداد هڪ لک چاليهہ هزار هو.

(الف) حضرت ابراهيم عليہ السلام (ب) حضرت اسماعيل عليہ السلام

(ج) حضرت عيسيٰ عليہ السلام (د) حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم

-11 مذهب ۾ ----- کان بچڻ رهو؟

(الف) بد عملي (ب) انتها پسندي (ج) بي عملي (د) جهگڙي

-12 ------ اصفهان جي هڪ ڳوٺ جو رهاڪو هو.

(الف) حضت امام جعفر صادق عليہ السلام (ب) حضرت ابو ذر غفاري رضي الله تعاليٰ عنہ

(ج) حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنہ (د) انهن مان ڪو بہ نہ

-13 حيدرآباد ۾ مائي خيري واري مسجد --- ٺهرائي.

(الف) بي بي زينب النساء (ب) بي بي قمر النساء

(ج) بي بي خير النساء (د) بي بي فخر النساء

-14 ضمير اهو لفظ آهي جيڪو ----- جي بدران ڪم اچي ٿو.

(الف) اسم (ب) فعل (ج) ظرف (د) صفت

-15 عوام لفظ جو ضد آهي؟

(الف) حڪومت (ب) خصوصيت (ج) غربت (د) خواص